

يآ ايها الذين آمنوا إذا نودي للصلوة من يوم الجمعة
فاسعوا الي ذكر الله وذروا البيع ذالكم خيرلكم إن كنتم تعلمون
رسالو
تحقيق الجمعة في القري
مصنف
كاشف اسرار شريعت وطريقت واقف رموز معرفت وحقيقت
حضرت خواجه محمد حسن جان فاروقي مجددي سرهندي قدس سره العزيز
مترجم
مولوي محمد الياس خليلي گجو مدرس مدرسه مجدديه حسينيه ابراهيميه
گلزار خليل تعلقو سامارو ضلعو عمركوٽ

يَآ اَيُّهَا الَّذِين آمَنُوۡا اِذَا نُوۡدِيَ لِلصَّلٰوۃِ مِنۡ يَوۡمِ الۡجُمُعَةِ
فَاسۡعَوۡا اِلَيٰ ذِكۡرِ اللهِ وَذَرُوا الۡبَيۡعَ ذالكم خيۡرلَكُمۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ تَعۡلَمُوۡنَ

رسالو

# تَحقِيقُ الۡجُمُعَةِ فِي الۡقُرَيٰ

مُصَنِّفُ

كاشف اسرار شريعت وطريقت واقف رموز معرفت وحقيقت حضرت
خواجہ محمد حسن جان فاروقي مجددي سرهندي قدس سره العزيز

مترجم

مولوي محمد الياس خليلي گجو

مدرس مدرسه مجدديه حسينيہ ابراهيميہ گلزار خليل

تعلقو سامارو ضلعو عمرڪوٽ

**چپائيندڙ جا حق ۽ واسطا محفوظ**

ڪتاب جو نالو: "تحقيق الجمعة في القريٰ"

مصنف جو نالو: حضرت خواجه محمد حسن جان فاروقي مجددي سرهندي قدس سره

مترجم: مولوي محمد الياس خليلي گجو

سال اشاعت: محرم الحرام 1436هه

ڇاپو: پهريون

قيمت: 35 روپيا

تعداد: 1000

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ: شاهجهان سولنگي، رحمت الله خاصخيلي

پروف ريڊنگ: مولوي فيضان خليل، خليلي ميمڻ

ڇپائيندڙ: مولوي محمد الياس خليلي، گجو

ڇپيندڙ: پارس پرنٽنگ پريس گاڏي کاتو حيدرآباد

ڪتاب ملڻ جا هنڌ:

(1) مدرسه مجدديه حسينيه ابراهيميه
گلزار خليل تعلقو سامارو ضلعو عمر ڪوٽ

(2) مدرسه انوار خليل ڳوٺ ڇڇي گجو
تعلقو ننگر پارڪر ضلعو ٿر پارڪر

(3) عباس گجو ڳوٺ ڇڇي گجو تعلقو ننگر پارڪر ضلعو ٿر پارڪر






## انتساب

آئون هن مترجم رسالي کي منهنجي ڪامل مرشد حضرت پير طريقت رهبر شريعت قدوة الڪاملين زبدة العارفين خواجه محمد عرف ابراهيم جان خليل فاروقي مجددي سرهندي قدس سره العزيز ڏانهن منسوب ڪريان ٿو

❊❊❊

## اجمالي فهرست


| سيريل | مضمون | صفحو |
|---|---|---|
| 01 | حضرت مصنف قدس سره جو مختصر تعارف | 04 |
| 02 | تقريظ از مجاهدِ اهلسنت قاطع قاديانيت حضرت قبله آغا محمد ايوب جان فاروقي سرهندي مد ظله العالي | 09 |
| 03 | تقريظ از علامه مولانا عبدالحليم هاليپوٽو | 10 |
| 04 | رسالو تحقيق الجمعة في القريٰ | 15 |
| 05 | مولوي محمد يوسف افغان جي رسالي جي ترديد ۾ تحرير | 23 |

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# حضرت مصنف قدس سره جو مختصر تعارف

سنڌ ۾ الله تعاليٰ جا ڪامل ٻانهان تمام گهڻا پيدا ٿيا آهن جن پنهنجي زندگي الله تعاليٰ جي عبادت ۽ اسلام جي خدمت ۾ گذاري، هن رسالي جو مصنف حضرت علامه ڪاشف اسرار شريعت وطريقت واقف رموز معرفت وحقيقت قدوة الڪاملين زبدة العارفين خواجه محمد حسن جان فاروقي مجددي سرهندي قدس سره به انهن مان هڪ آهي.

حضرت خواجه صاحب قدس سره جي ولادت باسعادت تاريخ 6 شوال سن 1278 هه ۾ ٽنڊار ۾ ٿي. سندن ظاهري ۽ باطني تعليم ۽ تربيت سندن والد ماجد حضرت سراج الاولياء خواجه عبدالرحمان جان فاروقي مجددي سرهندي جن فرمائي جيڪي پنهنجي وقت جا جليل القدر عالم ۽ ولي الله هئا. ان کان پوءِ ٻن سالن تائين مٽيارين جي مشهور عالم مولانا لعل محمد صاحب مٽياروي عليه الرحمت کان ديني تعليم حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ عربستان وڃي ان وقت جي مشهور عالم حضرت مولانا رحمت الله مڪي عليه الرحمت وٽ مدرسه صولتيه ۾ پنج سال پڙهي فارغ التحصيل ٿيا ۽ مڪي پاڪ جي مشهور مفتي حضرت شيخ احمد زيني دحلان عليه الرحمت کان حديث پاڪ جو علم حاصل ڪيائون ۽ صحاح سته جي روايت جي اجازت به ان کان ورتائون. ان کان پوءِ کين قرآن ڪريم حفظ ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو ٿوري ئي وقت ۾ ٻاويهه سيپارا مڪي پاڪ ۾ حفظ ڪري باقي اٺ سيپارا ٽنڊي ۾ اچي حفظ ڪيائون.





(انيس المريدين جي شروع ۾ ڏنل مصنف جو تعارف)

**عبادت:** اسان جي ڪامل مرشد حضرت علامه ڪاشف اسرار شريعت وطريقت واقف رموز معرفت وحقيقت قدوة الڪاملين زبدة العارفين خواجه محمد عرف ابراهيم جان خليل فاروقي مجددي سرهندي قدس سره جن حضرت مصنف عليه الرحمة والرضوان جي عبادت جي باري ۾ لکيو آهي ته "عبادتن جي لحاظ سان سندن زماني جي پيران طريقت ۽ رهبران شريعت مان مُنهنجي خيال مطابق ڪوبه سندس مٽ ۽ مثال ڪونه هو. رب العزت جلّ جلالهٗ عبادتن جي ادائگيءَ لاءِ کين بي پايان توفيقون عنايت فرمايون هيون. نماز با جماعت هميشه ايڏي پابندي سان ادا فرمايائون جنهن جو مثال اسان ته ڪٿي به ڪونه ڏٺو. انگريزن جي زماني ۾ ريلون مقرر وقت تي باقاعدي اينديون هيون. انهي زماني ۾ بالخصوص لاهور ميل جنهن کي اڄ ڪلهه خيبر ميل چيو وڃي ٿو انهي جو ته پوري وقت تي پهچڻ جو مثال قائم ڪيل هو. اسين ننڍا رهاڻ وقت پاڻ ۾ ويهي چوندا هئاسين ته لاهور ميل جي مقرر وقتن تي پُهچڻ ۾ تاخير به ٿي سگهي ٿي پر جناب حضرت صاحب جن جي نماز جي وقتن تي ڪابه تاخير ٿيڻ نا ممڪن آهي. سندن مريد کين اعليٰ واچون ڏيندا هئا منٽ ڪانٽو پنهنجي مقرر وقت تي پهچي ويو ته جناب حضرت صاحب جن جا قدم مبارڪ مسجد شريف جي چائنٺ کان يا اندر يا ٻاهر هوندا هُئا. انهي ۾ ڪنهن به تاخير جو ڪوبه امڪان ڪونه هو انهي حد تائين جو هڪڙو منٽ به پهچڻ ۾ تاخير ڪنهن به ڪانه ڏٺي هُئي. عشاءَ نماز جي فراغت بعد حويلي پاڪ ۾ پهچي ڪجهه قدر آرام فرمائڻ بعد جاڳي ٻارهن رڪعتون تهجد نماز ۽ هر رڪعت ۾ ياسين سڄي پڙهڻ بعد قرآن

کين ياد هو ۽ سيپارا دور پڙهندا هئا ٻارهن ياسينون اٺکل ساڍا ٽي سيپارا ٽين ٽا ان کان علاوه ۽ سيپارا دور ان کان پوءِ مراقبو فجر جي بانگ تائين چئبو ته رات جو گهڻو حصو آرام فرمائيندا هئا ۽ رات جو اڪثر حصو سندن عبادت ۾ گذرندو هو. پوري سنڌ ۾ سندن همعصر پيران طريقت مان شايد ئي ڪو بزرگ ايتري عبادت ڪندو هجي. بانگ بعد سنت پڙهي مسجد ۾ پهچي ويندا هئا صبح جو اشراق تائين مراقبو اشراق نماز بعد حويلي پاڪ ۾ پهچي ناشتو ڪري حويلي جي دروازي تي هڪ وسيع ڪمرو ٺهيل هوندو هو انهي ۾ جلوه افروز ٿيندا هئا. مريد پنهنجا عرض معروض پيش ڪندا هئا پاڻ انهن جا فيصلا به ڪندا هئا آيل خطن جا جواب به لکندا هئا. ظهر نماز بعد دلائل خيرات لازمي طرح سان پڙهندا هئا. ظهر نماز بعد حويلي پاڪ ۾ اچي عصر نماز تائين باطل مذهبن جي رد ۾ ڪتابن لکڻ ۾ مصروف ٿي ويندا هئا. وچين نماز کان پوءِ ختم خواجگان پڙهڻ بعد مهمانن سان رهاڻ مجلس فرمائيندا هئا جنهن ۾ گهڻو ڪري ڏسبو هو ته باطل مذهبن جي رد ۾ قرآن ۽ حديث مان جواب حاضرين کي سڻائيندا ۽ سمجهائيندا هئا. سندن انهي مصارف اوقات ۾ معمولي تبديلي جو به ڪو امڪان نه هوندو هو.

(سماهي رسالو اَلاِ صلاَحُ نمبر 8 صفحو 7_8)

**تصنيفات:** حضرت خواجه صاحب قدس سره جن مصروفيتن جي باوجود تبحر علمي ۽ تصنيف ديني ۾ ايتري قدر دسترس رکندا هئا جو سندن مختلف تصنيفون سندن حياتيءَ مبارڪ ۾ ئي تمام گهڻيون مقبول ٿي ويون ۽ انهن جا مختلف ٻولين ۾ ترجما به ڇپجي ويا. پاڻ تقريباً پنجويهه ڪتاب ۽ انهن کان سوا ٻيا ڪيترائي ننڍا ننڍا رسالا تصنيف فرمايا جن مان ڪيترائي ڪتاب مختلف ملڪن مان وري وري شايع ٿيندا رهيا آهن.





سندن تصنيف ڪيل ڪتابن مان ڪجهه هي آهن (1) انيس المريدين فارسي (2) تذڪرت الصُلحاء فارسي (3) شرح حڪم فارسي (4) الاصول الاَربع فارسي (5) طريق النجات فارسي (6) العقائد الصحيحة عربي (7) شفاء الامراض فارسي (8) پنج گنج فارسي (9) عجائب المقد ورات فارسي (10) انساب الانجاب فارسي وغيره

(انيس المريدين جي شروع ۾ ڏنل مصنف جو تعارف)

## رسالو: تَحْقِيْقُ الْجُمُعَةِ فِي الْقُرٰي

حضرت مصنف قدس سره جن مٿي ذڪر ٿيل ڪتابن کان سوا ٻيا به ڪجهه ڪتاب ۽ ننڍا ننڍا رسالا تصنيف فرمايا جن ۾ رسالو تَحْقِيْقُ الْجُمُعَةِ فِي الْقُرٰي به شامل آهي. هي ننڍڙو رسالو ڇئن ورقن تي شامل فارسي ٻولي ۾ لکيل آهي جنهن ۾ حضرت مصنف قدس سره ڳوٺن ۾ جمعي جي نماز پڙهڻ ۽ آخر ظهر پڙهڻ بابت بحث ڪيو آهي ۽ آخر ۾ نتيجو اهو ظاهر ڪيو آهي ته شهرن ۾ توڙي ڳوٺن ۾ جمعي جي نماز پڙهڻ گهرجي ۽ ان کان پوءِ ذميواريءَ کان يقين سان بري ٿيڻ لاءِ آخر ظهر به پڙهڻ گهرجي.

حضرت مصنف قدس سره جي انهي فتوي تي ان وقت جي مولوي محمد يوسف افغان اعتراض ڪندي ترديد ۾ هڪ رسالو لکيو جنهن ۾ هُن چيو ته مصر بابت هدايه ۽ ڪنز واري روايت معتبر آهي ان ڪري ڳوٺن ۾ جُمعي جي نماز پڙهڻ جائز نه آهي. حضرت مصنف قدس سره مولوي محمد يوسف افغان جي رسالي جي ترديد ۾ سن 1340ھ ۾ هڪ تحرير لکي جيڪا هن رسالي جي آخر ۾ آهي. آخري تحرير کان سوا هيءُ رسالو ماهه ذوالحج 1334ھ ۾ اصل تان نقل ڪيو ويو ۽ حُسن اتفاق سان هن ناچيز جي طرفان ان جو سنڌي ٻولي ۾ ترجمو به پوري صدي گذرڻ کان پوءِ ماهه ذوالحج 1434ھ ۾ مڪمل ٿيو جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي.

**شاعري:** اسان جي ڪامل مرشد حضرت پير طريقت رهبر شريعت حڪيم الامت خواجه محمد عرف ابراهيم جان خليل فاروقي مجددي سرهندي قدس سره جن حضرت مصنف عليه الرحمة والرضوان جي شاعري بابت لکيو آهي ته "مقبري شريف جي بعض سنگ مزارن تي سندن قطعات تاريخ ڪنده آهن جيڪي سندن فصيح شاعري جا شاهد عدل آهن. حضرت قبله ماما حافظ محمد هاشم صاحب رحمة الله عليه سندن چيل ڏهن يا پندرهن بيتن تي مشتمل هڪ نظم ٻڌائيندا هئا. حقيقت اها آهي ته پنهنجي شاعري جي بليغ صفت جو تمام گهٽ اظهار فرمايو اٿن.

سماهي الاصلاح نمبر 8 صفحو 9

**فن طب:** حضرت مرشد ڪريم پير طريقت رهبر شريعت خواجه محمد عرف ابراهيم جان خليل فاروقي مجددي سرهندي قدس سره جن حضرت مصنف عليه الرحمة جي فن طب بابت لکيو آهي ته حضرت صاحب عليه الرحمة حڪمت ۽ طب ۾ به وڏي ڪمال کي پهتل هئا دوران سفر بعض اوقات ڪن. ڏکين ۽ پيچيده مرضن لاءِ عرض ڪيو ويو پاڻ بغير ڪنهن ليت ولعل جي قلم برداشته نسخا تجويز فرمايا ٿون.

(سماهي الاصلاح نمبر 08 صفحو نمبر 09)

**رحلت:** حضرت صاحب قدس سره جن تقريباً چاليهن ڏينهن جي بيماري کان پوءِ سومر جي ڏينهن تاريخ 2 رجب سن 1365 هه مطابق 6 جون سن 1946ع ۾ 87 سالن جي عمر ۾ رحلت فرمائي.

انيس المريدين سنڌي جي شروع ۾ ڏنل تعارف





## تقريظ از مجاهد اهل سنت قاطع قاديانيت حضرت قبله آغا محمد ايوب جان فاروقي مجددي سرهندي مد ظله العالي.

غرض نقشي است کز ما ياد ماند

که هستي را نمي بينم بقائي

حضرت علامه مولانا محمد الياس صاحب دامت برڪاتهم العاليه جن وقت جا بهترين مدرس مصنف ۽ فتاوي جا بادشاهه آهن اتي تصنيف ۽ تاليف جي شعبي ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ آهن. وڏا وڏا ڪارناما سر انجام ڏيڻ وارن لاءِ به ڪتاب لکي انهن کي زنده جاويد ڪيو "رکيو" ويندو آهي پر جيڪڏهن ڪو عالم اديب فاضل پاڻ ڪتاب لکي پاڻ کي ميرائي ته شيخ سعدي عليه الرحمة جو مٿيون شعر انهي لاءِ ڪافي آهي ۽ تحرير مثبت هجي ۽ ديني ڪم بابت هجي ته انهي جهڙي ئي ڳالهه ڪانهي.

هيءُ ڪتاب نالي "تحقيق الجُمعة في القري" ڳوٺن ۾ جمعي جي نماز پڙهجي يا نه ان مسئلي بابت فارسي زبان ۾ لکيل هو جنهن جو ترجمو هن وقت جي تقاضا هئي. الله پاڪ مفتي محمد الياس صاحب کي توفيق عطا فرمائي ته هميشه لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪندا رهن الله پاڪ پنهنجي مخلوق ۾ انسان کي اشرف المخلوقات چئي باقي مخلوقات کان برتر فرمايو آهي سو نُطق جي ڪري ۽ حيوان ناطق ۾ وري ڪو اديب ۽ شاعر آهي ته انهيءَ جو درجو عام انسانن کان وڌيڪ آهي.

والسلام والاڪرام

***

## تقريظ از علامه عبدالحليم هاليپوٽو

اَلحَمدُ لِلّٰهِ وَكَفٰي وَسَلَامٌ علي عِبَادِهِ اَلَّذِيْنَ اصْطَفٰي

اَمَّا بَعدُ قارئين ڪرام جي هٿن ۾ مختصر ۽ جامع ڪتاب ترجمو آهي رسالہ "تحقيق الجُمُعة في القري" جو جيڪو لکيو آهي غوث الزّمان حضرت خواجہ محمّد حسن جان سرهندي رحمة الله عليہ ۽ جنهن جي ترجمہ جي سعادت حاصل ڪئي آهي فاضل محترم مولانا محمد الياس خليلي صاحب رسالہ "تحقيق الجُمُعةِ في القري" جو ترجمو هن دور جي ضرورت هئي ۽ آئون اها حضرت خواجہ محمد حسن جان سرهندي رحمة الله عليہ جي ڪرامت سمجهان ٿو تہ وقت جي تقاضا مطابق رسالہ "تحقيق الجُمُعة في القري" جو سنڌي ترجمو منظر عام تي اچي ويو آهي. آئون هميشہ مولوي محمد الياس گجوءِ جي سادگي کي دادِ تحسين پيش ڪندو آهيان جو اها سندس نمايان وصف آهي. اڄ ڪلهہ جڏهن ٿوري علم وارا ماڻهو وڏا جبا ۽ وڏيون دستارون زيب تن ڪري علم فضل جي مسائد تي براجمان ڏسجن ٿا تڏهن تمام گهڻي علم واري مولانا محمد الياس خليليءَ جي طبيعت ساده مزاج ساده لباس ساده ۽ دستار بہ ساده ڏسي حيرت ٿيندي آهي. پر اها سادگي مولوي محمد الياس جي عالم با عمل هجڻ جو ثبوت آهي. اهو ڪيئن اهو هيئن تہ مولائي روم رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ:

علم رابر تن زني ماري بود، علم رابر دل زني ياري بود

مفهوم: علم سان پنهنجو جسم سينگاريندين تہ علم تنهنجي لاءِ نانگ بڻجي ويندو علم سان پنهنجي دل سينگاريندين تہ علم تنهنجو يار بڻجي ويندو.





چٽي سگهجي ٿو تہ دارالعلوم مجدديہ حسينيہ خليليہ گلزار خليل شريف جي مدرس هجڻ جي منصب تي فائز هجڻ جي ڪري بہ مولوي محمد الياس کي گهڻيون برڪتون حاصل ٿيون آهن پر اهو الڳ بحث آهي.

حاصل ڪلام تہ رسالہ "تحقيق الجمعة في القري" جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪري مولوي محمد الياس صاحب فقہ حنفي جي تمام وڏي خدمت سر انجام ڏني آهي تمام وڏا ثواب حاصل ڪيا آهن جنهن جا ڪيس وڏا درجا ملندا جو الله جل جلالہ وعمّ نوالہ ڪنهن جو بہ اجر ضايع نہ ڪندو آهي. آئون مُفتي نہ آهيان نہ ئي مون کي علم وفضل جي دعوا آهي جو پنهنجي طرفان ڪا راءِ پيش ڪريان پر اها گذارش ڪندس تہ رسالہ "تحقيق الجمعة في القري" جي سنڌي ترجمي کي غور سان پڙهيو وڃي ۽ پڙهڻ کان پوءِ رسالي ۾ لکيل ارشادات تي خلوص دل سان عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي.

رسالہ "تحقيق الجمعة في القري" ڪوزي ۾ بند ٿيل دريا آهي. هيءَ وقت جي غوث جي تحرير آهي جنهن جي هر ڪاسِت ڳوڙهي غور وخوض جي تقاضا ڪري ٿي. حضرت خواجہ محمد حسن جان سرهندي رحمة الله عليہ جي باري ۾ رسالہ "الاصلاح" جي ائين نمبر پرچي جي صفحہ نمبر ست تي قيوم الزمان سيدي مرشدي مربي اعلي حضرت خواجہ محمد ابراهيم جان سرهندي رحمة الله عليہ جن لکن ٿا تہ "سڀ کان اول فيصلو لفظ غوث الزمان جو منهنجي دانست ۾ پاڻ پنهنجي لاءِ ڪٿي بہ نہ فرمايو اٿن تہ مون کي غوث الزمان جو لفظ عالم بالا کان القا ٿيو يا هيءَ تہ آئون غوث الزمان آهيان پر منهنجو ايمانداري سان اهو فيصلو آهي تہ منهنجو حضرت ممدوح وَاقعي غوث الزمان ۽ غوثيت جي ڪل صفات ڪمال جو صحيح معنيٰ ۾ متصف آهي. جهڙوڪر واضع اهو لفظ وضع ڪيوئي آهي سندن شان ۾ انهي صفت ۾ گويا اصل پاڻ آهن ۽ ٻيا ڪل شُرڪاء فروع ۽ توابع.

صدقي وڃان سرهندي خاندان ذيشان جي شان عاليشان تان جو هن دور ۾ به ڪمزور اسلام جي قوت هيڻن مسلمانن جي حمايت جو حق ڪماحقہ جيڪڏهن ڪو ادا ڪري رهيو آهي ته اهو به سرهندي خاندان جوئي چشم وچراغ حضرت آقا محمد ايوب جان سرهندي مدظلہ العالي مسند آراءِ خانقاه عاليہ گلزار خليل شريف آهي تازو پوري پيل واري مسئلہ جي آڙ ۾ ملحدن کي موقعو مليو ته اسلام ۽ مسلمانن جي خلاف صف آرا ٿي سگهن ته بنا دير الڪفر ڪلہ ملة واحدة جي صورت ۾ سامهون آيا حالانڪ صدين کان قبرستان ۽ مساڻ جي درميان خط امتياز قائم رهيو آهي حدِ فاصل موجود رهي آهي يعني مسلمانن جو قبرستان الڳ رهيو آهي ۽ هندن جو مساڻ جدا. پر سنڌ جي دوئن دليرن رويلن ڪالاٽين کي مسلمانن جي خلاف زهر اوڳارڻ جو وجهہ ڇا مليو هاڻ جي هنڌ ئي پيئي پنگريہ جي بيگناه مسلمانن تي ڪاهن پئيان ڪاهون شروع ٿي ويون انتظاميہ بيوس ۽ مجبور بڻجي ويئي ۽ پنگريہ جي بي ڏوهہ مسلمانن تي ايف آءِ آرز ڪٽجڻ شروع ٿيون

پنگريہ جا مسلمان مدد جي لاءِ واجهائيندا رهيا پر سنڌ جي عالي مرتبت ۽ عزت مآب مشائخن مان ڪنهن به بزرگ پنگريہ جي مسلمانن جي واهر ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪانہ ڪئي اهو سهرو وري به سرهندي خاندان جي سر جو سينگار ٿيڻو هو ۽ حضرت آقا محمد ايوب جان سرهندي مدظلہ العالي پنگريہ وارن جي پڪار تي لبيڪ چوندي اعلان فرمايو ته پنگريہ وارا سيونہ گهبرائجو آئون اوهان جي مدد جي لاءِ اچان پيو سائين محمد ايوب جان اعلان ڇا فرمايو پنگريہ جي فضا ڪجهہ هن قسم جي بڻجي ويئي جنهن جي منظر ڪشي شاعر هن طرح ڪئي آهي ته

ڪس شير ڪي آمد هي ڪرن ڪانپ رها هي
رن ايڪ طرف چرخ ڪهن ڪانپ رها هي

حضرت آقا محمد ايوب جان سرهندي مدظلہ العالي جن پنگريہ پهتا جلوس نڪتا جلسو ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ پنگريہ جا مسلمان محفوظ ۽ مامون ٿي ويا ۽ حضرت آقا محمد ايوب جان





صاحب مدظلہ العالي جن جي مبارڪ زندگيءَ جي تاريخ ساز دور جو هڪڙو شاندار ۽ قابل رشڪ باب مڪمل ٿي ويو.

اين سعادت بزور بازو نيست
تا نہ بخشد خدائي بخشنده

خداءِ بزرگ وبرتر جي قدرت تان قربان ساڳي پنگريہ ۾ انهن ئي ساڳي ڏينهن ۾ ويچارو ڪاريو مئو واڻين ڪاريہ جو لاش پنهنجي مساڻ جي چوديواري ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏنو ۽ ڪارين کي لاش ٽنبه باڳي ڪٽي وڃڻ جا پاڙا خرچ پرڻا پيا پر نام نهاد قوم پرستن رويلن ڀهرويلن جي وجود نامسعود تي ڄڻ بہ ڪانہ سري سچ فرمايو مولانا جلال الدين رومي رحمة الله عليہ ته

چون خدا خواهد کہ پرده کس درد
ميلش اندر طعنہ پاکان کند

مفهوم: جڏهن خدا پاڪ چاهيندو آهي ته ڪنهن تان پردو کڻي تڏهن انهي جي مٽي ۾ پاڪبازن جي گلا جو خيال وجهي ڇڏيندو آهي

موني اچون ٿا پنهنجي مقصد تي ته مولانا محمد الياس صاحب رسالہ "تحقيق الجمعة في القرىٰ" جو تحت لفظ ترجمو ڪيو آهي ۽ تحت لفظ ترجمي جي حد تائين نيڪ ترجمو آهي الله پاڪ پروردگار جل شانہ مترجم محترم کي اجر عظيم عطا فرمائي آمين

منهنجو اڳ ۾ بہ اهو خيال هو ۽ رسالہ "تحقيق الجمعة في القرىٰ" منهنجي خيال کي تقويت ڏني آهي ته هڪڙي ديهہ ۾ ڳچ جمع ٿيڻ يا هڪ ٻن ميلن جي دائري ۾ ايندڙ ڇهن يا ڇهن ڳوٺن ۾ چار يا ڇهہ جمع ٿيڻ يا شهرن جي پاڙن کان ننڍڙي شهر ۾ ٻہ ٽيا ٽي ئي جمع قائم ٿيڻ سان جمع جو اصل مقصد آسي پاسي جي مسلمانن جو هفتيوار ميل ملاقات فوت ٿي ٿو وڃي اميد ته علماءِ دين مفتيان شرع متين انهي مسئلہ تي غور وخوض جي زحمت گوارا فرمائيندا

والسلام علي من اتبع الهدىٰ والتزم متابعة المصطفىٰ صلي الله عليہ وآلہ وصحبہ وسلم

❊❊❊

رسالو

# تَحقِيقُ الْجُمُعَةِ فِي الْقُرٰي

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اَلحَمدُ لِلّٰهِ وَسَلَامٌ عَليٰ عِبَادِهِ الَّذِيْنَ اصْطَفيٰ اَمَّابَعدُ

جڏهن ته ڳوٺن ۾ جمعي جي نماز پڙهڻ بابت اختلاف آهي وقت جي فاضلن مان ڪي ڪاتب الحروف فقير وٽ عرضگذار ٿيا ته هن باب ۾ جيڪو حق هجي سو تحرير ۾ آڻڻ گهرجي. انهي بنا تي واندڪائي نه هجڻ ۽ ڪتابن جي نه هجڻ جي باوجود جيڪي ڪجهه حاصل ٿيو سو لکيو وڃي ٿو مخفي نه آهي ته جمعي جي نماز فرض آهي جنهن جو ثبوت الله تعاليٰ جي ڪتاب رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي سنت ۽ امت جي اجماع مان آهي.

**ڪتاب مان ثبوت:** الله تعاليٰ فرمايو آهي اي ايمان وارؤ جڏهن جُمعي جي ڏينهن نماز جي لاءِ سڏيو وڃي ته الله تعاليٰ جي ذڪر ڏانهن ڊوڙو ۽ واپار ڇڏي ڏيو.

**سُنّت مان ثبوت:** بيشڪ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن ارشاد فرمايو ته الله تعاليٰ اوهان تي جمعي جي نماز فرض فرمائي آهي هيءَ ان ڊگهيءَ حديث جو اختصار آهي جنهن کي بيهقي روايت ڪيو آهي ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو ته جمعي جي نماز واجب آهي هر بالغ تي. نسائي صحيح سند سان ان حديث پاڪ جي تخريج ڪئي آهي. ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسم ارشاد فرمايو ته البته تحقيق مون ارادو ڪيو ته ڪنهن ماڻهوءَ کي حڪم ڪريان ته اهو ماڻهن کي نماز پڙهائي پوءِ آئون انهن ماڻهن جا گهر ساڙي ڇڏيان جيڪي جُمعي جي نماز کان پوئتي رهن





ٿا. ان کي امام مسلم روايت ڪيو ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو ته جنهن ماڻهوءَ سستي ۾ ٽي جمعا ڇڏي ڏنا ته الله تعاليٰ ان جي دل تي مُهر هڻي ڇڏيندو آهي انهيءَ کي ابو دائود ترمذي نسائي ابن ماجہ بزار ابن حبان حاڪم دارمي مالڪ ۽ احمد رضي الله تعاليٰ عنهم روايت ڪيو ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسم ارشاد فرمايو ته جنهن ماڻهوءَ جُمعي جي نماز بنا مجبوري جي ڇڏي ڏني ته اهو ڪتاب ۾ منافق لکيو ويندو جيڪو نه ميٽيو ويندو ۽ نه مٽايو ويندو انهيءَ کي حضرت امام شافعي رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪيو ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ارشاد فرمايو ته جنهن ماڻهوءَ بنان (شرعي) عذر جي ٽي جمعا ڇڏي ڏنا ته الله تعاليٰ ان جي دل تي مُهر هڻي ڇڏيندو آهي. انهيءَ کي حضرت امام احمد رضي الله تعاليٰ عنہ حسن سند سان روايت ڪيو. انهيءَ کان سوا (جمعي جي نماز جي فرضيت بابت) ٻيون به حديثون ۽ صحابن سڀني رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جا قول موجود آهن.

**اجماع امت مان ثبوت:** چئني امامن سڀني رضي الله تعاليٰ عنهم جُمعي جي فرضيت تي اجماع ڪيو آهي جيئن الدر المختار جي باب صلواة الجمعة ۾ چيو اٿس ته جُمعي جي نماز فرض عين آهي ان (جي فرضيت) جو انڪاري ڪافر آهي ڇو ته ان جو ثبوت قطعي دليل سان موجود آهي (انتهيٰ) ذڪر ٿيل آيت شريف ۽ مٿي لکيل حديثن مان جُمعي جي فرضيت مطلق نه آهي ۽ چئني مذهبن جي اتفاق سان پنهنجي عموم تي نه آهي ڇو ته جيڪڏهن پنهنجي عموم تي هجي ها ته هر جاءِ تي جُمعي جو قائم ڪرڻ لازم هجي ها پوٺن ۾، دريائن ۾ ٻيڙين ۾ ڪڪاون گهرن وارن ننڍن ڳوٺن ۾،

اهڙن ڪڪاون گهرن ۾ جيڪي ٿورن ڏينهن جي لاءِ باغ ۽ پوک جي حفاظت لاءِ ٺاهيندا آهن ۽ تنبوءَ وارن وغيره تي حالانڪ چئني مذهبن جي امامن جُمعي جي نماز لاءِ خاص جڳهه ڪي مقرر فرمايو آهي.

حضرت امام شافعي رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو آهي تہ اهڙي شهر ۾ جتي چاليهه عاقل بالغ تندرست آزاد مرد رهندڙ هُجن عورتن کا سوا تہ ان شهر ۾ جمعو قائم ڪرڻ گهرجي ان کان گهٽ آبادي واري شهر ۾ جمعو قائم ڪرڻ نہ گهرجي ۽ حضرت امام احمد بن حنبل رضي الله تعاليٰ عنہ جو مذهب بہ اهو ئي آهي ۽ حضرت امام مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ اهڙو شهر جتي مسجد يا بازار هجي ۽ گهر پڪا هُجن اُتي جمعو لازم ٿئي ٿو مرد ٿورا هجن يا گهڻا ۽ حضرت امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ جُمعي جي قائم ڪرڻ لاءِ مصر شرط آهي پوءِ معلوم ٿيو تہ جمعي واري آيت پاڪ چئني مذهبن جي امامن جي اتفاق سان پنهنجي عموم تي نہ آهي. حضرت علامہ بدرالدين عيني عليہ الرحمة عُمدة القاري شرح صحيح البخاري جي باب الجمعة في القريٰ والمدن ۾ فرمايو آهي تہ عالمن سڳورن جو اختلاف آهي ان جاءِ بابت جتي جمعو قائم ڪيو وڃي. حضرت امام مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو آهي تہ هر اهو ڳوٺ جتي مسجد يا بازار هجي تہ اتي جمعو واجب آهي ۽ تنبو وارن تي جُمعي جي نماز واجب نہ آهي جيتوڻيڪ گهڻا هُجن چو تہ اهي مُسافرن جي حڪم ۾ آهن ۽ حضرت امام شافعي ۽ حضرت امام احمد رضي الله تعاليٰ عنهما فرمايو تہ هر اهو ڳوٺ جنهن ۾ چاليهه مرد آزاد عاقل بالغ مقيم هُجن جيڪي اتان اونهاري توڙي سياري ۾ حاجت کان سوا لڏيندڙ نہ هجن تہ اتي جمعو واجب آهي برابر آهي تہ جايون پٿر جون





هجن يا ڪاٺ جون هجن مٽي جون يا ڪانن وغيره جون. حضرت امام ابو حنيفہ رضي الله تعاليٰ عنہ جو مذهب هيءُ آهي تہ صرف وڏي شهر يا ان جي فنا ۾ جمعو جائز آهي ۽ ڳوٺن ۾ جمعو جائز نہ آهي (انتهيٰ)

مصر جي معنيٰ ۾ حنفي عالمن سڳورن جو اختلاف آهي هدايہ جي مصنف چيو آهي تہ مصر هر اها جاءِ آهي جتي امير ۽ قاضي هجي جيڪو حدون قائم ڪري سگهي اها ئي ظاهر روايت آهي ۽ شرح الوقايہ جي مصنف حضرت صدر الشريعة عليہ الرحمة فرمايو آهي تہ مصر اهو آهي جو اُتي جي سڀ کان وڏي مسجد اتي جي مڪلفن کي ڪافي نہ ٿئي ۽ اهو ئي مفتيٰ بہ قول آهي. پوءِ اهڙي جاءِ جتي هدايہ جي مصنف عليہ الرحمة جي قول مطابق مصر جي معنيٰ درست اچي ٿي اُتي جمعو يقين سان فرض آهي ۽ اهڙي جاءِ جتي شرح الوقايہ جي مصنف جي قول مطابق مصر جي معنيٰ درست اچي ٿي جيڪو مفتيٰ بہ قول آهي اتي پڻ جمعو فرض آهي ۽ ان جو ادا ڪرڻ درست آهي. پر گُمان سان. نہ يقين سان پوءِ اُتي جمعو پڻ پڙهڻ گهرجي ۽ آخر ظهر جنهن کي عرف ۾ چار رڪعتون احتياطي نماز چوندا آهن پڻ ادا ڪرڻ گهرجي تہ وقت جو فرض يقين سان ادا ٿي وڃي ۽ آخرت جي پڪڙ گلي ۾ نہ پوي ۽ اهڙي جاءِ جتي مصر جون ٻئي معنائون درست نہ ٿيون اچن جيئن گهڻن ننڍن ڳوٺن ۾ پوءِ اتي جيڪڏهن اهڙا چاليهہ ماڻهو آزاد هوندا جن تي جمعو لازم ٿئي ٿو تہ حضرت امام شافعي رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻين امامن سڳورن جي اختلاف جي رعايت سبب جمعو ادا ڪرڻ گهرجي ۽ ان کان پوءِ حضرت امام اعظم رضي الله تعاليٰ عنہ جي قول جي رعايت ڪندي چار رڪعتون آخر ظهر بہ ادا ڪرڻ گهرجي تہ وقت جو فرض يقين سان ادا ٿي

وچي ۽ ٻين مذهبن جي اختلاف جي رعايت حنفي عالمن سڳورن وٽ پڻ معتبر آهي ڇو ته اهل السنت والجماعت وٽ مجتهد ڪڏهن خطا ڪندو آهي ته ڪڏهن درست ويندو آهي. الدر المختار جي ڪتاب الطهارة جي بحث نواقض الوضو ۾ چيو اٿس ته ذَڪر کي هٿ لڳائڻ سان وضو ڪو نه ڀڄندو پر چڱو آهي ته هٿ کي ڌوتو وڃي ۽ عورت ۽ امرد کي به هٿ لڳائڻ سان وضو ڪونه ڀڄندو پر حضرت امام شافعي رضي الله تعالىٰ عنہ جي اختلاف مان نڪرڻ جي بنا تي وضو ڪرڻ سٺو آهي (انتهىٰ)

پوءِ شرح الوقايہ جي مصنف عليہ الرحمة جي قول کي ضرور مفتيٰ بہ لکيو اٿن جنهن مصر جي تعريف ۾ چيو آهي ته "مصر اهو آهي جو اُتي جي سڀ کان وڏي مسجد اتي جي مڪلفن کي ڪافي نہ ٿئي" جيئن البحر الرّائق ۾ آهي ته "حضرت ابو شجاع فرمايو ته ان بابت جيڪي ڪجھ فرمايو ويو آهي ان ۾ اهوئي احسن آهي ۽ صدر الشريعة عليہ الرحمة بہ اهوئي چيو آهي ۽ گهڻن مشائخن ان تي فتوىٰ ڏني آهي. ۽ قهستاني ۾ چيو اٿس ته جامع الرموز ۾ آهي ته بادشاه جو هجڻ ان وقت شرط آهي جڏهن ان کان اجازت وٺڻ ممڪن هجي ۽ جيڪڏهن نہ ته بادشاه جو هجڻ شرط نہ آهي پوءِ جيڪڏهن ڪنهن هڪڙي مرد تي متفق ٿيا ۽ نماز ادا ڪيائون ته جائز ٿي ويندي جيئن الجلالي وغيره ۾ آهي (انتهىٰ)"

۽ اهڙي طرح علامہ حلبي عليہ الرحمة فرمايو آهي ۽ اهڙي طرح المضمرات ۾ آهي ۽ شيخ ابن الهمام عليہ الرحمة فتح القدير جي ڪتاب القضاءِ ۾ چيو آهي ته جڏهن بادشاه نہ آهي ۽ نہ ان جو مقرر ڪيل نائب جيئن اهو مسلمانن جي انهن شهرن ۾ آهي جتي ڪافرن جو غلبو آهي ته





انهن تي واجب آهي ته انهن مان ڪنهن هڪڙي تي متفق ٿي ان کي والي بنائين جيڪو انهن کي جمعو پڙهائي (انتهىٰ)

الدر المختار جي ڪتاب القضاء ۾ آهي ته جيڪڏهن ڪافرن جي غلبي جي ڪري والي نہ آهي ته مسلمانن تي واجب آهي ته والي ۽ جمعي جو امام مقرر ڪن اهڙي طرح فتاويٰ تاتا رخانيہ ۾ آهي. ۽ عالمگيري ۾ چيو اٿس ته جن شهرن تي ڪافرن جي حڪومت آهي اتي مسلمانن کي جمعو قائم ڪرڻ جائز آهي (انتهىٰ)

شيخ عبدالحي لکنوي عمدة الرّعاية حاشية شرح الوقايہ ۾ چيو آهي ته هندستان جي شهرن ۾ جتي نصارن جو غلبو آهي اُتي جُمعي جي وجوب ۽ ان جي ادا ڪرڻ جي صحت ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي ۽ اهو مسلمانن جي اتفاق ۽ رضا سان آهي ۽ جنهن بادشاه نہ هجڻ جي ڪري جُمعي جي نماز جي سقوط جي فتوىٰ ڏني اهو پاڻ گمراه ۽ ٻين کي گمراه ڪندڙ آهي هيستائين جيڪي ڪجھ لکيم اهو حضرت علامہ عبدالغفور همايوني سنڌي عليہ الرحمة جي ڪتاب فتاويٰ همايوني مان هو (انتهىٰ)

پوءِ جيتوڻيڪ حنفي عالمن سڳورن وٽ مصر جي تعريف ۾ اختلاف آهي جنهن جو ظاهر ڪرڻ مذهب جي وڏن مسئلن مان آهي پر مصر جي تعريف ۾ معتبر ذڪر ٿيل بہ قول آهن هڪڙو هدايہ جي مصنف عليہ الرحمة جو قول جيڪو مصر جي تعريف ۾ لکي ٿو ته مصر اها جاءِ آهي جتي امير ۽ قاضي هجي جيڪو حدون قائم ڪري سگهي ان کي ظاهر روايت ٿا لکن ۽ ٻيو شرح الوقايہ جي مصنف جو قول جيڪو مصر جي تعريف ۾ لکي ٿو ته "مصر اهو آهي جو اتي جي سڀ کان وڏي مسجد اتي جي مڪلفن کي ڪافي نہ هجي" هن روايت کي مفتيٰ بہ ٿا لکن. هندستان جا سڀئي عالم سڳورا هن

قول تي فتويٰ ڏيئي هندستان جي گهڻن ڳوٺن ۾ جمعو قائم ڪن ٿا ۽ انهي باب ۾ رسالا تحريرون ۽ تحقيقون بہ لکيون اٿن. مطلب واري ڳالھ ڏانهن ٿا موٽون تہ هن تعريف مطابق مفتيٰ بہ ۽ هندستان جي سيني عالمن سڳورن جو معمول هيءَ آهي تہ اهڙو ڳوٺ جنهن ۾ سؤ کان وڌيڪ پڪا گهر هجن ڪجھ مسجدون هُجن ۽ بازار هجي تہ اُتي جمعي جي نماز فرض آهي ۽ ان جي انڪاري جو حڪم الدرالمختار جي مصنف جي قول جي حوالي سان تحرير جي شروعات ۾ معلوم ٿي چڪو ۽ جيڪڏهن وقت جي عالمن مان ڪو هن تعريف کي ڇڏي هدايہ جي مصنف جي تعريف تي عمل ڪندو تہ پوءِ امير جي نہ هجڻ ۽ بادشاھ جي اجازت نہ هجڻ جي ڪري جمعي جي نماز هندستان جي وڏن شهرن ۾ بہ جائز نہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو چوي تہ بادشاھ ۽ امير جي نہ هجڻ جي صورت ۾ مسلمانن تي لازم آهي تہ ڪنهن هڪ تي متفق ٿين تہ کين جُمعي جي نماز پڙهائي جيئن هن ڳالھ جي وجوب جون روايتون پوين عالمن سڳورن کان نقل ڪيون ويون ۽ ان کي بادشاھ ۽ امير جي قائم مقام ڄاڻن اسين چوندا سون تہ جيئن پوين عالمن سڳورن جي هيءَ فتويٰ شهرن ۾ ضرورت سبب جائز بلڪ لازم آهي ايئن ئي ڳوٺن ۾ بہ سيني مسلمانن تي لازم آهي تہ ڪنهن کي جُمعي جي قائم ڪرڻ لاءِ مقرر ڪن ۽ جُمعي جي نماز ادا ڪن ۽ ان کي ڇڏي نہ ڏين ڇو تہ جُمعي جي نماز ڇڏيندڙ لاءِ وعيد هن رسالي جي شروع ۾ معلوم ٿي چڪا آهن ۽ هر صورت ۾ شهرن ۽ ڳوٺن ۾ جُمعي جي نماز کان پوءِ چار رڪعتون آخر ظهر جنهن کي احتياطي نماز چوندا آهن ذميواريءَ کان يقين سان بري ٿيڻ لاءِ لازم ۽ ضروري آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو چوي تہ جڏهن شرح الوقايہ جي مصنف عليہ الرحمة جو قول مفتيٰ بہ ۽ وقت جي عالمن جو معمول آهي تہ پوءِ وڏن ڳوٺن ۾ جيئن ان ڳوٺ ۾ جنهن بابت بحث هلي رهيو آهي جيڪو ملڪ شابو جي





ڳوٺ جي نالي سان مشهور آهي ان ۾ جُمعي جي نماز بنا شڪ جي جائز بلڪ لازم آهي تہ پوءِ احتياطي چئن رڪعتن جي ڪهڙي ضرورت اسين چونداسون تہ چار رڪعتون احتياطي نماز جمعي کان پوءِ لازم آهي ڇو تہ مذهب جي ڪتابن شروح توڙي فتاويٰ ۾ معتمد عالمن سڳورن اتفاق سان ان کي لازم قرار ڏنو آهي ڇو تہ مصر جي تعريف ۾ اختلاف تمام گهڻو آهي ڪي عالم سڳورا لکن ٿا تہ مصر ان جاءِ کي چئبو آهي جتي هنر وارا ماڻهو موجود هجن ۽ ڪي چون ٿا تہ مصران شهر کي چيو وڃي ٿو جنهن ۾ ڏھ هزار مرد مڪلف هُجن ۽ ڪي چون ٿا تہ مصران شهر کي چيو وڃي ٿو جنهن جو نالو عرف ۾ شهرن ۾ ڳڻيو وڃي جيئن بغداد ۽ بخاري ۽ ڪي چون ٿا تہ مصر ان جاءِ کي چيو وڃي ٿو جتي امير ۽ قاضي هجي جيڪو شرعي احڪام جاري ڪري سگهي. مصر جي تعريف ۾ ذڪر ٿيل اختلاف جي بنا تي علماء محققين اختلاف وارين جاين تي احتياطا چار رڪعتون هن نيت سان تہ "پڙهان ٿو آئون آخر ظهر جنهن جو وقت اچي چڪو آهي ۽ اجان ان کي ادا نہ ڪيو اٿم" پڙهڻ جو حڪم ڏنو آهي ڳوٺن ۾ مصر جي تعريف ۾ اختلاف جي بناء تي ۽ شهرن ۾ گهڻين جاين تي جمعي جي نماز جي جواز ۾ عالمن سڳورن جي اختلاف کان نڪرڻ جي بنا تي ڇو تہ گهڻا عالم سڳورا ٻن جاين کان وڌيڪ جاين تي هڪڙي شهر ۾ جمعي جي نماز جائز نٿا چون اهو بہ ان صورت ۾ جڏهن شهر وڏو هجي ۽ هڪ طرف کان ٻئي طرف وڃڻ ۾ وڏي تڪليف هجي جيئن بغداد جنهن جي وچ ۾ دريا وهندڙ آهي ۽ جيڪڏهن اهڙو شهر نہ هوندو تہ جُمعي جي نماز هڪ مسجد ۾ لازم آهي ۽ پوين عالمن سڳورن گهڻين جاين تي جمعي جي نماز جي جواز جي فتويٰ ڏني آهي ۽ اختلاف مان نڪرڻ جي لاءِ چار رڪعتون آخر ظهر شهرن ۾ بہ لازم لکيو اٿن جيئن قوم (جي عالمن) جا ڪتاب پڙهندڙ تي مخفي نہ آهي.

وهذا آخر ماتيسر لي في هذا المقام والسلام عليٰ من اتبع الهديٰ والتزم متابعة المصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم.
وانا العبد الفقير محمد حسن الفاروقي نسباً المجددي مشرباً الحنفي مذهباً.
اقول قولي هذا واستغفر الله العظيم لي ولكم.
14 ذوالحج 1334ھ تي هي ڪتاب اصل تان نقل ڪيو ويو.

مخفي نہ رهي تہ ملا محمد يوسف افغان هن رسالي جي ترديد لکي، ڪنز ۽ هدايہ جي مصنفن جي قول کي جو مصر جي تعريف ۾ لکيو اٿن معتمد ڄاڻي ڳوٺن ۾ جمعي جي نماز کي ناجائز قرار ڏنو جنهن جي جواب ۾ هي مختصر تحرير لکي ويئي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

حامدا ومصليا امابعد - مولوي محمد يوسف مرحوم جو رسالو مطالعي ۾ آيو جنهن جو مختصر جواب هي آهي تہ قبول ٿا ڪريون تہ ڪنز ۽ هدايہ جي مصنفن مصر جي تعريف ۾ جيڪو فرمايو آهي تہ "مصر هر اها جاءِ آهي جتي امير ۽ قاضي هجي جيڪو شرعي احڪام جاري ڪري ۽ حدون قائم ڪري، ظاهر روايت ۽ ظاهر مذهب آهي پر انصاف جي نظر سان ڏسڻ گهرجي تہ هندستان جي ملڪ ۾ جيڪو نصارن جي حڪومت هيٺ آهي ڪنهن بہ شهر ۾ جيتوڻيڪ دهلي لاهور ۽ ٻين وڏن شهرن مان ڪوهجي امير، قاضي ۽ شرعي احڪامن جو اجرا موجود نہ آهي ۽ جيڪڏهن چون تہ احڪام جاري ڪرڻ مان مراد احڪامن جي جاري ڪرڻ تي قدرت آهي جيئن متون جي شارحن ان جي وضاحت ڪئي آهي. اسين چونداسون تہ احڪامن جي جاري ڪرڻ جي طاقت اسلامي ملڪن ۾ جيئن افغانستان ۽ ترڪي جي حڪومت آهي حاصل ٿي سگهي ٿي يعني اسلامي حڪومت جا





امير ۽ قاضي جيتوڻيڪ عملي طور شرعي احڪام بجا نٿا آڻين پر انهن جي جاري ڪرڻ تي طاقت رکن ٿا. پر اهڙي ملڪ ۾ جيڪو نصارن ۽ ڪافرن جي حڪومت هيٺ آهي امير اصلا موجود نہ آهي جيڪڏهن ڪنهن شهر ۾ سڀ مسلمان هڪ ٿي جي رضا سان ڪنهن کي ٿالي جو قاضي مقرر ڪن تہ اهو ويچارو ڪهڙي طاقت رکندو جو شرعي احڪام جاري ڪندو جيئن چور جو هٿ ڪٽڻ محصن جو رجم ڪرڻ ۽ ٻيا احڪام پوءِ جڏهن احڪامن جاري ڪرڻ جي طاقت مفقود ٿي تہ مصر جي تعريف درست نٿي اچي انهي بنا تي جمعي جي نماز هندستان جي شهرن مان ڪنهن بہ شهر ۾ درست نہ ٿيندي حالانڪ سڀ مسلمان اتفاق سان جمعي جي نماز پڙهن ٿا پوءِ مسلمانن جي هيڏي جم غفير جي عمل جي صحت جي لاءِ پوين عالمن سڀورن درمختار جي متن ۽ شرح وقايہ جي قول تي فتويٰ ڏني آهي جن مصر جي تعريف ۾ فرمايو آهي تہ مصر اهو آهي جو اتي جي سڀ کان وڏي مسجد اتي جي مڪلفن کي ڪافي نہ هجي ۽ ظاهر روايت جي خلاف هجڻ جي ڪري چار رڪعتون آخر ظهر واجب چيو اٿن ۽ جيڪڏهن ٻئي قول تي هر طرح عمل ڪن ها تہ آخر ظهر جي ڪهڙي ضرورت پوءِ جمعي جي نماز جي ادائگي هندستان جي ملڪ ۾ ۽ ان کان پوءِ چار رڪعتون احتياطي نماز پڙهڻ ٻنهي روايتن تي عمل آهي گذريل تحقيق کي جيڪڏهن ڇڏيو وڃي تہ بہ ملڪ شابو ڳوٺ ۾ جنهن بابت بحث هلي رهيو آهي ڪوئٽہ جي شهر جي فنا آهي اتي جمعو پڙهڻ لازم آهي فناءِ مصر جي تعريف ۾ جيتوڻيڪ گهڻيون روايتون نقل ڪيل آهن پر معتمد روايت هيءَ آهي تہ فناءِ مصر ان جاءِ کي چئبو آهي جيڪا مصر وارن جي مصلحتن لاءِ هجي جيئن گهوڙا ڊوڙائڻ لشڪر گڏ ڪرڻ تيراندازي لاءِ نڪرڻ مردا دفن ڪرڻ ۽ جنازي جي نماز پڙهڻ اهڙي طرح المستخلص شرح الوقايہ ۽ رَدّ المحتار ۾ آهي ۽ شڪ

نہ آهي تہ هيءَ ڳوٺ هن وقت ۾ ڪوئٽہ جي شهر سان مليل آهي مصلحتون پنهنجي جاءِ تي پر عمارتون بہ شهر جي بلڪل قريب آهن پوءِ جيڪڏهن ڪوئٽہ جي شهر ۾ جمعي جي نماز جائز هوندي تہ هتي بہ فناءِ مصر جي سبب جائز پوءِ هر صورت ۾ ذڪر ٿيل ڳوٺ ۾ جمعي جي نماز لازم آهي ڇو تہ جمعي جي ڇڏڻ جي باري ۾ صحيح حديثن ۾ تمام گهڻا وعيد آيا آهن هٰذَا ماظهرلي والعلمُ عندَ اللهِ تعالٰي

كتبه الفقير الي اللهِ تعالٰي محمد حسن الفاروقي تجاوز الله عن ذنبه الخفي والجلي

وكان تاريخ التحرير رابع المحرَّمِ 1340ھ وآخِرُ دَعْوَانَا اَنِ الحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِ الْعَالَمِيْنَ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رساله تَحْقِيْقُ الْجُمُعَةِ فِي الْقُرٰي" جو سنڌي زبان ۾ ترجمو اڄ تاريخ 25 ذوالحج 1434 ھ خميس جي ڏينهن صبح اَٺ بجي لکي پورو ڪيم

فقط محمد الياس خليلي گجو مدرس مدرسہ
مجد ديہ حسينيہ ابراهيميہ گلزار خليل
شريف تعلقو سامارو ضلعو عمر ڪوٽ